

# وطن
# جو
## سپاهي

# شهيد عبدالرزاق سومرو



شهيد عبدالرزاق سومري جا هٿ اکر جنهن
مان سنڌس وطن پرستي جو اندازو لڳائي
سگهجي ٿو.

# شهيد جي قرباني!

## ”چنڊر“ جي چترڪاري



Soorih Mirani

# فولادي انسان

مرتب

م. ع ترابي

آگسٽ ١٩٧٣

## قيمت سوا رپيو

پاران
جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن
مورو سنڌ

---

ڇپائيندڙ :
م. ع ترابي، پاران جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن مورو سنڌ.

ڇپيندڙ :
سيد مظفر حسين، پرفيڪٽ پرنٽرس ٤٧٤ صدر حيدرآباد سنڌ، سامھون ڪنٽونمينٽ ٿاڻو صدر حيدرآباد

Soorih Mirani

# ترتيب

پنهنجي پاران — م - ع - ترابي

**شعر:**

'عاجز' اڇڻ، نياز همايوني، 'راشد' مورائي، خاڪي جويو، تاج جويو، اسلم لغاري، عظيم سنڌي، غلام نبي 'ناشاد'.

**مضمون:**

وات ويندي ملاقات — نياز همايوني
جي - ايم سيد — غلام محمد گرامي
فولادي انسان — شمشير علي پرڙو

**ناٽڪ:**

ٻڪي سر ۾ هيڪڙو — تاج جويو
سي ڪيئن ڦٽ ڇٽن — اسلم لغاري

**پيغام:**

سورن جي سٽ — عبدالحق عالماڻي

## درستي

صفحي ۵۲ کي ۵٦ ۽ ۵٦ کي ۵۲ ڪري پڙهڻ گهرجي.

Soorih Mirani

# ترتيب

پنهنجي پاران — م - ع - ترابي

**شعر:**

'عاجز' اڄڻ، نياز همايوني، 'راشد' مورائي، خاڪي جويو، تاج جويو، اسلم لغاري، عظيم سنڌي، غلام نبي 'ناشاد'.

**مضمون:**

واٽ ويندي ملاقات — نياز همايوني
جي - ايم سيد — غلام محمد گرامي
فولادي انسان — شمشير علي پرڙو

**ناٽڪ:**

هڪي سر ۾ هيڪڙو — تاج جويو
سي ڪيئن ڦٽ ڇٽن — اسلم لغاري

**پيغام:**

سورن جي سٽ — عبدالحق عالماڻي

## درستي

صفحي ٥٢ کي ٥٦ ۽ ٥٦ کي ٥٢ ڪري پڙهڻ گهرجي.

# انتساب

ان جيجل ماءُ جي نالي جنهن جهولي لال نپايو
ان جيجل سنڌ جي نالي جنهن جهولي لال ڪمايو

ترابي

Soorih Mirani

# پنهنجي پچار

شهيد عبدالرزاق سومري کي اسانکان وڇڙئي ٻڇو سال گذري چڪو آهي. سال جي انهيءَ عرصي ۾ ڪيئي ويل وهيا، ڪچ کان ڪراچيءَ تائين، ڪينجهر کان ڪارونجهر تائين سنڌيءَ سپاجهڙن جي وات مان گرهه به کسيو ويو. شهرن ۾ نقلي مهانگائي ڪئي وئي شهيد جا قاتل پناهگير آزاد ٿي ٻين کي قتل ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏيندا رهيا. پوليٽيڪنڪ ڪاليج جو پرنسپال جنهن انهيءَ ظلم ۾ صلاڪاري جو ڪم انجام ڏنو، ڏيکاءُ طور معطل ٿي، سنڌش پوليٽيڪنڪ ۾ ڊائريڪٽر ٿي ويو، اليڪٽريڪل ڊپارٽمينٽ جو هيڊ شفيق احمد انصاري پناهگيرن جي کلي ساٿ ڏيڻ جي ڪري هيڊ مان وڌي سڄي ڪاليج جو پرنسپال ٿي ويو. ۽ درنده صفت شاگرد، قاتلن کي رها ڪرائڻ لاءِ اوستي جي در جا چڪر هڻڻ لڳا ۽ اوستي به کلي آڌر ڀاءُ ڪري قاتل جلد آزاد ڪرڻ جا واعدا ڏنا، ويچاري جو ڏوهه به ڪهڙو، وزير جو ٿيو سائين!...

Soorih Mirani

۽ پوءِ قاتل انور ڪمال کي عزت سان ٻري تي آيو،
اڙدو اخبارن ڪيس طالبعلم رهنما قرار ڏنو.

اسان جي ڦٽن تان ڪرٽيون لٿيون، مطلب ته
هر اهو گهاءُ جو دنيا ۾ وجود پائيدو آهي، سنڌين سان
ٿيندو رهيو. اسين سنڌي، هاهان اڃان به ابوجهه، پناهگيرن
جي هيڏي ظلم هوندي به، اسانکي مسلمان مجھ ڪان
انڪار ڪندي به، ڪين مسلمان ڀاءُ چئون ٿا، ۽ ڪڏهن
رجعت پسند شخصيتن کي مستقبل جا ڪامريڊ ڪوٺي،
ڪميونزم جي ڪارڻ منهن تي ملي. بلند آواز سان
ڀائي ڀائي جو نعرو هڻي رهيا آهيون. اف..... ڪيڏا
نه ڀوٽتي آهيون اسين، ڪيترا نه جاهل آهيون اسين،
ڪيترو نه وساريو آهي اسان پنهنجي وجود کي، نه ته
سومرا هميشه سرن تان آسرا لاهي خون جي هولي
کيڏندا رهيا، ۽ اسين آهيون جي زبان تي خاموشيءَ
جي مُهر هڻي، سست ۽ ڪاهل ٿنجي، رهيو کهيو
پنهنجن تي ئي ڪاهون ڪري ڏند ڏيکاري رهيا آهيون
ڏک جي ڳالهه ته هي آهي ته اسان سان کي شهيد جي
ڪارنامن تي مذهب جا هٺ ڦيري ميسارڻ جي ڪوشش
ڪري رهيا آهن ڪي آهن جي چند پئسن تي وڪامي
وطن سان ڪيل قول تان هٿ کڻي ويا آهن. حالانڪ
ڪلهه اهي پاڻ کي وطن جا سپاهي سڏائيندا رهيا هئا، پنهنجن
نقلي چارٽن هٿان نعرو به هڻايائون: سنڌ جو جاني.....
۽ ڪوئي ڏسين ڪين اڄ، چند پئسن کي ڏسي ضمير

ته مکاريءَ جو ڪٽ چاڙهيو ڳهندا وتن، ڪي آهن. جي هيڏن هاڃن کان پوءِ به مصلحت جي وات ڏسي رهيا آهن ڪي آهن. جي ظلم ۽ بيداد کان پوءِ به انتظاريءَ جو سڪٽو سبق ڏئي رهيا آهن. ڪي آهن جي ظلم ۽ بيداد تي پنهنجائپ جو پلو وجهي رهيا آهن. ڪير چوي ڪين ته پنهنجي پاڻ کي مڃايو نه، ته ايندڙ نوجوان اوهان جو وجود هميشه لاءِ مڃائي ڇڏيندو.

مورو مهان آهي، سنڌس مٽيءَ تي مهان مٿير ستل آهن، ان دلير اڃي ننڊ ڪئي آهي، جنهن سورن جي ڳهڻا سان سينو سور ڪندي مرندي به ويريءَ جي وجود تي وار ڪيو، ها مورو عظيم آهي سنڌس مٽيءَ مان ماڻڪ موتي اپرن ٿا، پر اسان انهن ماڻڪن کي درد منداڻه اپيل ڪنداسون ته خدارا ڪفگريت جو لباس لاهي ڦاڙين، ضمير تي چاڙهيل بيعقلي جو زنگ لاهين، مذهبي منافرت کان پاڻ ڇڏائين سياسي صورتحال کي سمجهي، سچ ۽ حق جو ثبوت ڏئي امر انسانن جو قدر ڪن.

هي ڪتاب تڙتڪڙ ۾ ڪيو اٿون ان لاءِ ترتيب به اچي نه سگهي آهي. اسان ان لاءِ معذرت خواه آهيون.

**م. ع. ترابي**

Soorih Mirani

عاجز آچڻ

# وائي

اوڳا موڳا ساڻي جاڳو، جيجل پنهنجي جهوريءَ ڙ•
آ جيجل پنهنجي جهوريءَ ڙ•

ويرين ورتو آهي ويڙهي، تون آهين ننڊ ندوريءَ ڙ•
آ جيجل پنهنجي جهوريءَ ڙ•

اوُٺا پير اڃي پيا آهن، پنهنجيءَ سنڌ سڌوريءَ ڙ•
آ جيجل پنهنجي جهوريءَ ڙ•

ٽڙي ڪڍو، هاٽڙي ڪڍو، جي آياڪاڪ ڪڪوريءَ ڙ•
آ جيجل پنهنجي جهوريءَ ڙ•

نياز همايوني

# اي وطن منهنجا وطن

اي وطن منهنجا وطن پيارا وطن تون لک لهين
تنهنجا ويرانا ٻٽا مونکي وڻن تون لک لهين
تنهنجي ڌرتي آهه چڻ منهنجو ٻدن تون لک لهين

تنهنجي ٻيرن جي ٿڌيري ڇانوَ بهشتن کان ڀلي
تنهنجي ڪيرولين جي مٺڙي لست بهشتن کان ڀلي
غير جي گيندي کان وڌ تنهنجو ٻڪن تون لک لهين

تنهنجي ندين ۾ محبت ڦيريون پائي پئي
تنهنجي ٻوڪن ۾ حياتي ٻيروين ڪائي پئي
تنهنجي جهونگارن تان صدقي جان تن تون لک لهين

تنهنجي ٻولي جڻ تہ اونداهيءَ ۾ ٽانڊاڻا آلا
تنهنجا گفتا جڻ تہ چانڊاڻن ۾ مانڊاڻا آلا
تنهنجي مجلس تي ملائڪ ٻي چڪن تون لک لهين



تنهنجا جهانڪيئڙا وسن جهڙا انهيءَ آهجاڻ ۾
جڻ تہ اونداهہ ۾ ستارا جڻ تہ گل چانڊاڻ ۾
شال سي مانوڻ چٿان سرها رهن تون لک لهين



موملیون تنهنجون مرم واريون انهيءَ انداز سان
جڻ تہ ڪونجن جون قطارون جڻ تہ ڪي سرساز سان
جن جي قدمن تي ستارا ٿا جهڪن تون لک لهين



تو ۾ سرهادا جون مرليون، تو ۾ سرندا ساءَ جا
تو ۾ وندر جي ولايت شهر آدر ڀاءَ جا
تو ۾ ڏکندا ٿا سکن جا دم ڪٺن تون لک لهين



آو الا اڄ تنهنجي قسمت اي وطن ڪنگال آهہ
تنهنجي دامن ۾ جياپو تي ڀيو جنجال آهہ
ڪين ڪياتو ۾ کهٽا ميرن مندن تون لک لهين

تو جي جهوليءَ ۾ نپايا نانگ تن جهوري چڏيو
ڏنگ ڏاڍائن هڻي پترن جڏان پوري چڏيو
تنهنجا سانگٽيڙا سگهن لٽيءَ ٿا سگهن تون لک لهين



ڪالهه جن ٿا ڪن تي سارنگ جي وسڻ جا ويس هئا
منهنجي سارن جي گلابن جان گلابي ويس هئا
اڄ انهن ۾ ڪنگ ٿا رڙندا وتن تون لک لهين



تو کي جيڪا ٻي لکي گهرڪان لکي ڪو شڪ نه آهه
ڏره ڇا ٻين تي ڏجي پنهنجن ٿي ڪئي ڪو شڪ نه آهه
اڄ ٻه توتي واڪ ٿا ڏيندا وتن تون لک لهين



ڇا ٻه ٿي تون منهنجو آهين، مان آهيان تنهنجو وطن
جيءَ جسو گهوري ڇڏيندس تو مٿان پنهنجو وطن
تو کي رکٿو آهه سلامت جان من تون لک لهين



## راشد موراڻي

# "چپ"

تو سچ چيو تہ، آھ اڄ سارو جھان ئي چُپ
سارو جھان ڇُپ تہ ڇا رھنون اسان بہ ڇُپ؟

١- جي سالھا غلام ٿي رھيا، تنا ڪُڇن
پوڙھا جي ڇُپ ھجن تہ ھجن نوجوان بہ ڇُپ؟

٢- تو چپ رھڻ جي لاءِ سبب ڏين تون اجايو
آھي فلان بہ چپ تہ ھو اھن فلان بہ ڇُپ!

٣- عياش لعنتي تہ تنھنجي لڄ تو لٽي
اي غيرتِ غريب ڇا رھنديون اجان بہ چپ؟

٤- سرڙو ڏيئي ھو سنڌ تان صدقي ٿيو مگر
عبدالرزاق جي ڪڏھن ٿي ھئي زبان بہ ڇُپ؟

٥- جيڪو چوي ائين، آھو اڳوان ڇا ڪيو
"آھيون اسان بہ چپ، رھو ھاڻ اوھان بہ چپ"

٦- بندش ڪڏھن ڪا شينھن جي گجگوڙ تي بڌھ؟
ٿيو آ ڪڏھن بلبل سندو وٽندڙ بيان بہ چپ؟

٧- ھُن غير جي گدڙ ڀڀڪين ڪان ڇو ڊڄون؟
'راشد' ادا ڪرين ڪٿي، ڪڏھن مٿان بہ ڇُپ!

خاڪي جويو

# بيت

جنهن جنهن ڏنو رت، ڌرتيءَ تنهنجيءَ ڌوڙ کي،
ڏاڍو تهين ڏاڍ جو، پراڻو پربت،
ٻي وچ هي امرت، هاريل منهنجي هوڏ جو.



منهنجو ڪنڌ ڪريو، ڌرتي تنهنجي ڌوڙ ۾،
ڪيئن ڪنڌ ڪڻائجي، ڏيٺو هاڻ هريو،
ڇيڙڪي آهه ڇيڙيو، نيٺ دراوڙ ديس جو.



ٻيڙو، منهنجو ٻاڙ، رڱيو رتي رت ۾!
موٽن مٺو چاڙندو، وڙهاڪن جو وياڙ،
سوڀن سندو ساڙ، وسري ڪيئن وريام کان!



ڪوندر ڪنڪي رنگ جا، آرڻ ۾ آهين،
ڪوپا وچ ڪنڪ ۾، ڪيهر جان ڪاهين،
اڻوهه ڪيو لاهين، ڪنڌ ڪلهن کان ڪرڻ سان.

ڪونڌر ڪُڻڪي رنگ جا، رڻ ۾ ڪن راماڻ،
ڪڏائي ڪيڪاڻ، راند رچائن رت جي.



ڪونڌر ڪُڻڪي رنگ جا، رت سان رانديون ڪن،
ڪڏائي ڪيڪاڻ سي، آرڻ منجهه اچن،
سينو تاڻيو سامهون، ويرين ساڻ وڙهن،
مولهائتا مانجهين، رڱيا ريٽي رت سان.



ڪونڌر ڪڻڪي رنگ جا، ويڙهاڪا وريامَ،
مائن تن ذي موڪليا، سهسين سرخ سلام،
آزاديءَ ڪي عام، ڄاڻ تہ، ڄاتو ڄاڻ سان.

تاج جويو نظم

# ريٽو جهنڊو جهوليندو!

ڌرتيءَ تي جو رت- ڦڙو،
ڪونڌر تنهنجو ڪالهہ ڪريو.
ڦُڙي ڦڙي مان ڦوهہ ڏني،
ڌرتيءَ اڪيو نئون دودو!
ساڪي خوشبوءِ ساڪيو واسُ،
واسيو آهي ويڙُهہ سڄو.
ساڪيو جذبو جاڳيو آهي،
مَنُ مَنُ آزاديءَ واڪيو.
نينگر جاڳيا ننڊ ڇڏي،
هر ڪنهن ننگر روپُ وتو.
هر ڪنهن هٿ ڪهاڙي آ،
ماٺي تي ريٽو موليو.
هر ڪو آيو آس ڪٺي،
ڌرماتا کي سِرُ ڏنو.
وِچُ وَراڪو ڏيئي وير،
ويرين تي ورندا، ڏسجو!
آڻ مارڻ جو ميدان،
هڪ هڪ ويريءَ کي وڍيو.

ٻُوٽي ٻُوٽي ويريءَ جي،
ڳاھُ ڳجھن جو ٽيندي وو!
ڪانڊر ھِڙ مان ڏيندا ھُٿ رِ،
دودو ڏَنجندو ڳجندو ٻِيو.
رت جا واھڙ وھندا وِيھَ،
چھرو ڏونبو ڌرتيءَ جو،
ڌرتي ويندا سِڀ ڏُٻا،
ڌرتي وٺندي رنگ رَتو.
آجپي ٽيندي ٻونءَ ٻَلوڙَ،
ٽرندو ويريءَ جو واسو.
مارن جو ڪٺوماٺل مُک،
مرڪ وٺي ٽڙندو ڪڙندو.
نعرو "جيئي سنڌو ديش"،
گھٽيءَ گھٽيءَ گونجار ڪندو.
ماٿو ٽيڪي مِٽيءَ کي،
ھر ڪو ڌرتي ھَوچيندو.
ريٽو جھنڊو جھوليندو!
ريٽو جھنڊو جھوليندو!!
ريٽو جھنڊو جھوليندو!!!
ريٽو جھنڊو ... ... !!!

تاج جويو

# وائي

وڻ وڻ ورتو واس،
راوت تنهنجي رت جو!
مانجهي مُرس مُٺهان تون، آمَٽل تنهنجو ماس!
راوت تنهن جي رت جو!
ڀُوميءَ ڀاڪُر ڪوليو، چانوَ ٻٽيو آڪاس!
راوت تنهنجي رت جو!
هُو جو سپنو سچ جو، چاڙ ته ٿيندو راس!
راوت تنهنجي رت جو،
ريٽي ڳاڙهي رت جو!

اسلم لغاري

# غـــزل

ڪٿهي نڪيين اڙي قاتل ڪسڻ وارا اچان ايندا!
وري وحدت جي واٽن تي، وسڻ وارا اچان ايندا!

وڏن ٽادار تي دلبر ٻسي پنهنجي پيارل کي،
اڙي ها سوچ سوريءَ تي هسڻ وارا اچان ايندا!

زماني ۾ ڏکويل جا غضب جي حق کيا غاصب،
ته غاصب کان لٽيل سڀ حق ڪسڻ وارا اچان ايندا!

جي چاهن ٽا رِمٽائڻ ملڪ جي مسڪين ماڻهوءَ،
ترارين جيئن تکو تن تي رَسڻ وارا اچان ايندا!

اسان آشا ڪئي، پوري زماني اجهو ٿيندي،
سڀِر بازار سچ سورهيه، ڏسڻ وارا اچان ايندا!

لهو جي لاٽ ٻاري ڪا، ويو 'رزاق' شهادت سان،
انهيءَ تجلي تي ٻتنگن جيئن پَچڻ وارا اچان ايندا!

عظيم سنڌي

# خون جا چٽ

رات ڪاري بعد آ روشن صبح ٿيندو رهيو
دور هڪڙي جي پٺيان پيو دور نئون ايندو رهيو

اڄ تہ سڌرڪيءَ لئي سڪان ٿو ڪالهہ هت ڇا ڇا نہ هو
مان رهيس پيئندو پرين لئي پاڻ اوتيندو رهيو

وقت جو ڦيٿو سدائين تيز آ ڦرندو رهيو
ڪنهن کي ٺاهيندو رهيو ۽ ڪنهن کي ڊاهيندو رهيو

حوصلي سان پورهيتن اڳتي وڌڻ جي هام هڻي
وقت سڀ کي امتحان سان آزمائيندو رهيو

پٽ جي تعليم ڌيءُ جو ڪاڄ ۽ بيمار ماءُ
هرُ ڪلهي هاري ڪٺي ڇا ڇا نہ سوچيندو رهيو

ڪير ٿو ميٽي سگهي 'رزاق' پنهنجي خون سان
سنڌ جي نقشي تي جيڪي چٽ چٽي ويندو رهيو

جو ڏنو ڏرڪي پيو تنهن سنڌ سان ناتو ڇنو
جو "عظيم" هو سو وطن تان جان گهوريندو رهيو.

غلام نبي قاضي "ناشاد"
خانواهڻ

# اُٿي جاڳ....

سنڌ جــا سپوت جوڌا جــوان جاڳ
هوشو جهڙا ڪارناما ڪرڻ وارا جاڳ

سنڌڙي جي زخمن کي مٽائڻ وارا جاڳ
سنڌو ديش جو قسم کڻڻ وارا جاڳ

جيئي سنڌ سدا جيئي نعرا هڻڻ وارا جاڳ
محبت تن من ۾ سنڌڙي کي جيارڻ وارا جاڳ

چا چوندي "ناشاد" سنڌ جي سپوتن کي
سنڌو جــي باڻــي پيارڻ وارا جاڳ

تاج جويو (تاثراتي ڪهاڻي)

# پڪي سر ۾ هيڪڙو...

هو ڪير آهي؟!

سنڌي سادا لٽا اوڍيل، قميص ۾ ڪائنچ ۾، ٽڪن واري ڳاڙهي ٽوپي مٿي ۾، ڦلائين ۾ پڙي اجرڪ ڪلهن ۾، اوچو ڳاٽ، سينو تاڻيل— اڏول انسان پيو لڳي!

بيٺو آهي اڪيلو- ساٿ نه سنگتي نه ساٿي!

پريان- ٽورو پريان، بيٺا آهن ڪي ماڻهو ميڙاڪو ڪيو، سوڙهيون پتلونون ۽ پائجاما پايو، جهڙا مڪڙ... ڳاڙهيون ٽُڪون اڇلي ڌرتيءَ جي سندر مُکَ کي داغدار بڻائي رهيا آهن. پاڻ ۾ پٽ پٽ پيا ڪن. سمجهه نه ٿي اچي سندن ٻولي... ڪنهن اوپري ڏيهه جا ٿا ڀانئجن. نه... نه... هي ته سنڌ ۾ ٿا رهن! حيدرآباد سنڌ سندن آستان آهي! ڪٿي به رهندا هجن پر لڳن اوپرا پيا.

هُو بيٺو آهي!

اُنهن مُنهانديءَ مان جوڏو جوان ٿيو لڳي!

سوچي پيو.

چَپَ چُرنس ٿا. آواز ٿو اُڀري:

هڪ گنڀير آواز، عزم سان ڀرپور آواز، ويرين جي هانءَ ۾ وَڍَ وجهندڙ آواز، ڌرتيءَ جي انڪارين جون دليون ڏاريندڙ آواز! حق جو آواز! سچ جو آواز!

”ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ، پوءِ به نعرا نينهن جا، منڊيءَ جو سوڳنڌ، مرندامين پَرَ مُرڪندي!“

لفظ اوچين ديوارن، اڀ سان ڳسندڙ عمارتن سان ٽڪرائجي پڙاڏو بنجي گونجن ٿا! ڀريان بيٺل ميز چرڪي وڃي ٿو.

نورَ جهڙيون نگاهون ڪٽي نهارين ٿا، ڪجهه سوچين ٿا.

هو بيٺو آهي!

تنها هيڪل!

اڏول پهاڙ جيان بيٺو آهي، جڻ ڪيرٿر جبل جيان جڙون ڌرتيءَ جي تري ۾ کتل اٿس، جڻ صدين کان اتي پونءِ تي بيٺو آهي!

نيڻ ٽانڊاڻن جيان ٻرنس پيا. ڳاڙها رتا نيڻ!

جن ۾ سمايل آهي آڳ!

جن ۾ ڀريل آهه باهه!

جن ۾ ڌرتيءَ جي ويرين لاءِ ڌڪار ۽ نفرت جو اظهار آهي!

جن ۾ اوهان ڏيهه دورهين کي ختم ڪرڻ جو پڪو عزم آهي!

چوڏس نيڻ نهار ڪريٿو... پاڻي ته پاڻ کي هيڪل ويرين جي وچ! پوءِ به بيٺو آهي.

چپ چرنس ٿا. ڏاڍيان هي سڄون جهونگاري ٿو.

"هاڻ اسانکي هن ڌرتيءَ تي، دودو بنجي رهڻو آ، خود داريءَ سان جيئڻو آ، يا سورهيه ٿي سر ڏيڻو آ."

پانجامن وارن، ٻان. ڪانڪن ڪان چـرڪ نڪري وڃي ٿو.

هـُو اڃا بيٺو آهي.

اوچو ڳاٽ. پڪُر عزم ڳاٽ!

سوچي پيو.

سوچيندي منهن ڳاڙهو ٿي وڃيس ٿو، هٿ تحرڪ ۾ اچنس ٿا. مٺيون پڪو ڙجي فضا ۾ بلند ٿين ٿيون. زور سان نعرو هڻي ٿو:

"جيئي سنڌ!!"

ڏڪي وڃن ٿيون وڏيون وڏيون ديوارون!

ڪنبي وڃن ٿا پريان بيٺل پراڏين جا ٽولا!

ڪانئر چڻ پڻ ڪن ٿا، ڊنل نظرن سان ڌرتيءَ جي ڏڳ ڏي ڏسن ٿا. سوچين ٿا، ڪو ناهه پيا ناهين، ڪا سازش پيا سيڻين، ڪوگهاٽ پيا گهڙين، هن ڌرتيءَ خلاف، جنهن ڪين مٿي چانوَ لاءِ آجهو ۽ انگ ڍڪڻ لاءِ اوچڻ ڏنو!

هن ڏيهه جي خلاف، جنهن ڪيس ماني ۽ بستر ڏنو!
هن ساڻيهه جي سوڊن خلاف، جن ڪين جي ۾ جايون ڏنيون!

هڪڙو ڪانڌر ٽولي مان ڇڄي، اوچين عمارتن جي آڏ وٽي لڪندو ڇپندو وڃي رهيو آهي.

هن ڌرتيءَ جي ڏڳ ڏانهن!
هن سچ جي پيام بر ڏانهن!
هن اڏول ۽ امر انسان ڏانهن!

مَنَ ۾ مَدي سمائي پونءَ جي دودي ڏانهن تڪڙيون وکون کڻي وڃي رهيو آهي. بيهي ٿو... سوچي ٿو... پير پير ۾ پائي رڙهي ٿو.

هو اچا اٿي بيٺو آهي!

دور خلا ۾ گهوري رهيو آهي، ڄڻ ڪنهن شيءَ جي تلاش اٿس! ڄڻ ڪنهن جي اچڻ جو اوسيئڙو اٿس! ڪا آس کڻي بيٺو آهي! ڪانڌر ويجهو ايندو وڃي. ڪلهي ٿو خنجر وَر مان... ڏ يڏ. ٿنو خنجر، تجلو ٿئي ٿو. سچ، ڌرتيءَ جي ڏڳ تي وار ٿيندو ڏسي ڪرن جي ڪاري چادر ۾ منهن ڇپائي ڇڏي ٿو.

جوڏو پٺيءَ تي خنجر جو ڇهاءُ محسوس ڪري، شينهن جيان ڇال ڏيئي ويريءَ کي منهاڏو ڏيڻ لاءِ وري ٿو ۽ للڪاري چوي ٿو:

”او ڪانڌر! هن ڌرتيءَ جا ڏڳ پٺيءَ ۾ گهاو نه کائيندا آهن. هن ڌرتيءَ جي ڏيرن جون ونيون

ڪانڌ منهن ۾ ڏڪڙا سيڪيندي سونهنديون آهن!
آهه! مون سان مٿنهان، مٿنهن تي وڙهه، لکي وار ڪرڻ ڪانئرن جو ڪم آهي، تون ڪانئر آهين! تون ڪيڏي آهين! آئون تو هٿان نه مرندس!"

هُو ڪري ٿو وار ويري تي.

ويڙهي وڃيس ٿي لوڏ، مڪڙن جي لوڏ، ڪتن جي لوڏ، ڏرتيءَ جي انڪارين جي لوڏ!

هٿن ٿا زور زور سان نعرا!

"اسلام زنده باد... اسلام ڪا دشمن مرده باد
سنڌي ڪافرڪو مارو... مارو مارو ڪافر مارو
ڏاهرڪي اولاد کو ختم ڪرو."

آيا ٿين ٿا سوين خنجر، چاقو، تيز ڌار وار اوزار! جوڌو اڪيلو ڇٽو، ٻاڙهيري ٻنجاهه! گهٽيون آچلون ڏي ٿو. هڪ ٻن تي وار ٻه ڪري ٿو، ٻر...

ويري ڏينس ٿا گهاوَ... سَنڌ سَنڌ ۾ گهاوَ، گهرا اونها گهاءُ، سَنڌ سَنڌ، عضوي عضوي مان لارون ڪري وهي پيو رت! ريٽو ريٽو رت— غيرت مند سنڌيءَ جو رت! وري ڏينس ٿا ڇهڪ— ڇيري وجهنس ٿا ڇـم، ڪري پوي ٿو ڌرتيءَ تي— ڪنڌ مٿي ٿو ڪٽي- ڇپ چرنس ٿا. هي پيت پڙاڏو پنجي فضا ۾ گونجي ٿو:

"جيئن جيئن رس گھاوَ، سڪ وڌي تيئن سنڌ جي،
هن ڌرتيءَ جي ناوَ، رڙهندي رهندي رت سين!

ساهه جو پکيڙو کنيڙائيون کولي آڌڻ جي ڪري تو، ڪنڌ لڙي تو پوَيس، جيڪي ڪلي ڏوڙ ڪي چمي ڏيئي بند ٿي وڃنس ٿا. ليٽي هئي تو ڌرتيءَ جي گود ۾! جيجل جي هنج ۾! آرام سان، سڪون سان!!

چڻ ڪيس سڀ ڪجهه ملي ويو! پيار ملي ويو! زندگيءَ جو مقصد ملي ويو! منزل ملي ويئي!!

ٽرابي

## هڪ بيت

وڃهي جهانءِ جهر وڪ ۾ جهونا ڳڙه جهوري،
زاڦن سنڌو ديش لئه، ڪنڌ ڏنو ڪوري،
مان لڌو موري، موتي ڏئي مهراڻ جو.

اسلم لغاري

# سي ڪيئن ڦٽ چڻن ....؟

اڄ وري اخبار جي هڪ خبر اندر ۾ لڳل اونهن ڦٽن تان ڪڙيون لاهي ڇڏيون آهن ۽ منجهائن يادن جو رت ڳوڙهن جو روپ ڌاري، اکين مان ڳڙي ڳلن کي پسائيندو ڪالرن جي ڌوڙ ۾ جذب ٿي ويو آهي. هونئن ته سال کن اڳ لڳل ڦٽ، جيون جي آخري گهڙي تائين چڪندا، وڏندا ۽ ويجهندا رهندا، پر اڄوڪي سور جون سوٽون اڳي کان اڳريون پاڻمرادو رهيون آهن. پاڻ ته انهيءَ سور ۽ سڏڪي جو اثر دماغ جون رڳون، تائين خشڪ ڪري ڇڏيندو، پر اهڙا ڀاڳ ڪٿان آيا جو مان پاڳل ٿي وڃان، ڪپڙا ڦاڙي رستن ۽ چؤواٽن تي نڪري اچان، ديوارن سان ٽڪرون هڻي، دماغ جي رڳن ۾ وهڪرو ڪري وهندل رت ٻيهاري ڇڏيان. نه سوچي سگهان نه سمجهي سگهان. پنهنجي ۽ پرائي کي ڀرڪڻ جي قوت وڃائي ويهان، ڪاش مان پاڳل ٿي پوان. ماڻهو مونکي چريو، مست ۽ ديوانو ڪري ڪوٺين. گهٽ ۾ گهٽ ذهن جي پردي تان يادن جا پاڇا ته پل ۾ ميٽجي ويندا، ڪاش........

پر هينئر ته مان پاڳل نه آهيان، تڏهن ٿي ته سيني ۾ اپرندڙ سور کي سمجهي رهيو آهيان. تڏهن ٿي ته جاڻان ٿو ته پنجابي ۽ پناهگير هر سنڌيءَ جو ويري آهي، ماڻهوءَ جي روپ ۾ هو ساڳيو قاتل، وحشي ۽ حيوان آهي، جنهن اسلام ۽ پاڪستان جـــي قالي ۾ بنگال جي معصوم ٻارن بيمار پوڙهن ۽ مجبور عورتن جو انساني ڪوس ڪري، دنيا جي هر ماڻهو جو ڪنڌ شرم کان جهڪائي ڇڏيو آهي. شايد تڏهن ٿي انهيءَ ڏک کي محسوس ڪري رهيو آهيان ته انهن قاتلن ۽ وحشين جـا گهٽا گهرا پـــ اسان مان نڪتا آهن، جن مان ڪي مسلمان ڀائي چئي ڏنگ سهندي به سيني مان سانڍيو اچن ته ڪي وري ڪميونزم جي ڪارڻ منهن تي ملي پائي پائي جو نعرو هڻندا وتن. تڏهن ٿي ته پرکي سگهان ٿو ته سنڌ ۾ سنڌين جي حڪومت هوندي به سنڌين مان اهي ويڙن ٿي رهيا آهن جي يحيٰ ۽ ايوب جي آمريت ۾ بـــ نـــ ٿيا. انهن آمرن جڏهن ون يونٽ جـــي قاهي سنڌين جي ڳچيءَ ۾ وڌي تـــ گهر گهر مان واويلا جا وڏمرا آواز گونجي اٿيا. پــر اسا جي سنڌي حڪومت هر ظلم آڏو نيٺ لفظ جو اظافو ڪري، سنڌ جي سيني تي بيداديءَ جي تيرن جو وسڪارو ڪري، ڪن جي نڙگهٽ تي ننهن ڏئي، آواز به نه اکلڻ ڏنو ته ڪي وڪامل ضمير پيهر خريدي ظلم ۽ بيداد جي ڪاميابيءَ تي جشن ملهارايو. هاها......

مان پاڳل نہ آهيان تڏهن ئي تہ هن خبر مُنهنجن
اکين مان ڳچ ڳوڙها ڳيرائي وڌا آهن.

لکيل آهي:—

”طالبعلم رهنما انور ڪمال راجپوت رها ڪري ڇڏيو ويو.“

۽ هي انهن قاتلن ۽ وحشين جو رهنما آهي جو اڄ
کان سال کن اڳ پوليٽيڪنڪ حيدرآباد جي هڪ
سنڌي استاد (جنهن جي تصوير ڏسندڙ اڄ بہ اکين مان
لڙڪن جو لاڙو لاڙيو وجهي.) جي سيني ۾ ڇرو هڻي
شهيد ڪيو. سنڌس ڏوهہ اهو هو تہ هن سنڌ ڌرتيءَ
سان پيار ڪيو هو، اهڙو پيار جهڙو معصوم ٻنهنجي
ماءُ سان ڪندو آهي. اهڙو پيار جهڙو ڪونڌر ڌرتيءَ
سان ڪندا آهن. پيار، جنهن کي ڪهڙي بہ ترازو سان
توري نہ ٿو سگهجي. سنڌ ۽ سرحد کان آجو پيار، پيار
جيڪو انسان کي هزارين ورهين تائين زنده رکندو آهي.
سنڌس ڏوهہ هو تہ هن لطيف جي چيل اکرن کي اندر
تي آڪاري ڇڏيو هو.

سڄڻ ۽ سائيهہ، ڪنهن اڻاسي وسري،
حيف تنين کي هوءِ، وطن جن وساريو.

اڄ بہ سنڌس ڏاڍيل تصوير جو تصور اندر ۾ وڍ
ٿو وجهي. اجرڪ جي پور تي جڙيل سنڌ جو نقشو،
جنهن تي لکيل اياز جو شعر.

ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ، پوءِ بہ نعرا نيڻهن جا،
سنڌڙيءَ جو سوڳند، مرنداسون پر مرڪندي.

ها هو اڄ ڪان سال اڳ سنڌڙيءَ جو سوڳند
مڃايو ڪندي، ڪاتيءَ سان ڪُسي، نينهن جا نعرا
هڻندي، مرڪي مري آمر ٿي ويو. پر ان سان گڏ
منهنجي سيني ۾ به آمر ڦٽ ڇڏي ويو آهي، جنهن
جون ڪڙيون سال ۾ سؤ وار لهن ۽ چڙهن ٿيون.
جنهن سور جون سوٽون هر سور ڪان مٺيريون لڳن ٿيون،
۽ شايد اهو سور قبر جي اونهاين ۾ وڃڻ ڪان پوءِ ئي
لهي. پر تيستين ڪير مونکي آٿت ڏيندو. ڪير اڄ
منهنجي ڏکن جا پير جهليندو، جي وڏي منهنجي
وجود کي وڪوڙي چڪا آهن، ڪير اڄ ايڏي اونهي
ناسور تي مرهم رکندو، ڪنهن کي طاقت آهي؟ هاها،
ڪوبه نه ڏور ڪري سگهندو منهنجا ڏک ۽ مان به
چو ڏيان انهن ڏکن کي ڏور ڪرڻ! سڀڪجهه، ته
آهن منهنجي لاءِ اهي گهاءَ، جن جي چڪڻ سان
ڪجهه گهڙيون رزاق سان گهاريل گهڙين جي يادن
۾ گذري وڃن ٿيون. اهي گهاءَ ته وڃي بچيا آهن.
سڃي سڪٽي حياتيءَ ۾، جن جو انٺڻ، ڳوڙهن وسيلي
ڏيري ڏيري اندر ۾ چپ هٽي بيٺل ٻار کي هاڪو
ڪري ٿو نه ته مان ته ڪٽي جو به نه رهان.

”نه حياتيءَ جي سورتي جهٽري نه وبڙهيچا وسرن“

اڄهو وري يادن جون بند پڇي پيو. تصور تي
چڙهيل مصروفيت جي مٽَر لهندي وڃي ۽ سندس ڏنڌلي

تصوير سوچڻ جي وهڪري ۾ صاف شفاف ٿي اچي اڏو بيٺي آهي.

آن ڏينهن ۾ مان سچي ڏينهن جي هڙ هٽان ۾ ٽڪي ٽٽي هاسٽل روانو ٿيو هوس. بس جي رينگڻ ۽ ڏيڙن ۾ ڏڏي اچي هاسٽل پهتو ٿيو هوس. معمول مطابق وڏيون وکون کڻندو، ٽڙندو ٿاٻڙندو پهرين رزاق جي ڪمري ڏي وڌيس. هو پنهنجي روميٽ شمس الدين نظاماڻيءَ کي چيڙائي رهيو هو.

"اي بروچ دنيا وڃي چنڊ جا چڪر هنيا پر تون اڃان ۾ ملان جو ملان" رزاق اهڙي انداز سان چئي رهيو هو ڇو نظاماڻي ڪنهن مدرسي ۾ ٻارن کي حفظ ڪرائيندو هجي.

"بس يار ٻاڻ جو ائين آهيون" نظاماڻي بهس ڪان لهرائيندي چيو هو، ۽ مان روم ۾ داخل ٿيو هوس.

"اجهو پيو ۾ بروچ" رزاق نظاماڻيءَ کي چيڙائيندي وري ۾ طنز جو تير چڏيو.

ها ها، وڏي ٿياسون ۾، هاڻ ڪيڏانهن ويندين چومڙا؟ نظاماڻيءَ ٽهڪ ڏيندي چيو هو.

"نه لغاري حقيقت پسند آهي، ڪيئن لغاري؟ ڪيئن آهي هو بروچ بروچان" رزاق مونکي اک هڻندي چيو هو.

"ڏيک مائٽ ٻلوچ ڀائي دا خيال رکين" نظاماڻي مرکنڊي سرائڪيءَ ۾ سمجهايو هوم، ۽ مون مرکي سٽ مکمل ڪئي هئي.

ٻروچ ٻروچان، جيئري جيڻ مُٺي شيطان.
فبايِ اعلاءِ ربڪُما تڪذبان.

۽ ٺهڪن جو آواز ڪمري جي ديوارن سان ٽڪرائجڻ لڳو هو. اهي ٺهڪ اڄ منهنجي اندر جي سانداڻ تي، هٿوڙيءَ جيئن هلي رهيا آهن. ڪو ٻڌڻ چاهي ته اچي ٻڌي ۽ اڄ اهي ٺهڪ، ٺهڪ نه رهيا آهن. اهي ٺهڪ سورن جي سڙن سان گڏجي. سڏڪن جو روپ ڌاري چڪا آهن. ۽ رزاق ته هر غيور سنڌيءَ جي سيني تي سوين سڏڪا سٿي ويو آهي جي گهڙي گهڙي اڏماه ڪائي لڙڪ لاڙائيندا ٻاهر نڪري ويندا آهن.

۽ شل اهي سُڏڪا رنگ لائين، ڪو رڙي رڙي رڙڻ ڪان ٻار اچي، تدبير جي تند سوري، ڪو سڏڪي سڏڪي سوچن جي سرهاڻ تان مجبوريت جي مر لاهي. ڪو ڏسڪي ڏڪن ڏاڪڙن سان لڙڻ جو عزم ڪري. ڪو آڪاش ڏي موڪليل آهن جو وڏيڪ انتظار نه ڪري، پاڻ پتوڙي. جهر جهنگ ۾ اتحاد جو علم بلند ڪري رزاق جي قاتلن جي منهن تان مذهب

جو نقاب لاهي، ڦاڙي ڪين سزا ڏي. شل ڪو اڻ پڙهيءَ ڪان هلندڙ، ابائن ڪان ايندڙ ڪٽيل هٿيارن تي هٿ ڦيري. ها ها منهنجي چاهنا آهي ته صرف اها آهي، شل سنڌي پنهنجي اونداهين ضمير جي وسائل ڏيئي ڪي چٽنگ ڏيکارين، ته پوءِ مونکي وشواس آهي ته ڌرتي ڀيهر ڌڪي، مٽي سڏ مڙس مٿيرن کي هڪل ڪندي جي لهوءَ جي لاٽ سان هٿ ٺوڪيل سرحدن جا سنڌ ٽوڙي هڪ امر جهنڊي کي جنم ڏيندا جنهن جي جهولڻ کي آڪاش به حسرت سان ڏسندو.

"پلا چانهه پانهه پياريو ٿا يا وڃي ويڙهجون ٽپڙن ۾؟" مون ڪيٽ ڏانهن نگاه ڊوڙائيندي جنهن ۾ چانهه جو سامان رکيل هو.

ٺاهه ٺاهه؟ مشڪل پتي، سڪل کير، سڪل کنڊ واري سڪل چانهه." رزاق ڪيٽ ڏي اشارو ڪندي مرڪندي چيو هو.

"مانٺ منڊي لاءِ ڦڪي چانهه!" نظاماڻيءَ رڙ ڪندي چيو هو.

مان چانهه ٺاهڻ ۾ مشغول ٿيو هوس ۽ هن مونکي پنهنجي تصوير ڏيکاري هئي جيڪا هو تازو اسٽائيلو فوٽو اسٽوڊيو واري کان ٺهرائي آيو هو. مون وڏي تصوير کي ڪٽڻ چاهيو هو.

اون هون پسائي نه وڄهين! رزاق تصوير پري جهليندي چيو هو.

اڄ ويهي ڪو ڪيس پڙهائي ته سندس ماکي تصوير سندي پولي[ع] جي هر رسالي ۾ ڇپي آهي ۽ مان هر تصوير ڪوڙهن مان پسائيندو رهيو آهيان. پر هو ڇو نه تو مونکي منع ڪري. مان ديوانن جئن تصوير کي گهوريندو رهندو آهيان ۽ ڪوه ناهي جو ڇوي ته هن تصوير کي ايترو ڇو گهوريندو آهين؟ ڏنو نه تيو انئي ڇا؟ پر شايد مان انهي[ع] تصوير کي گهوريندو رهان. جيسين جندڙي[ع] ۾ ساهه جو آخري ڦوڪو ٻه هوندو جيسن جيون ايڏن آزارن کان پوءِ ٻه جيئڻ چاهيندو. تيسن مان هن تصوير کي گهوريندو رهندس. باقي اهائي ته وڃي بچي آهي تصوير، جنهن سان ڪا گهڙي من ريجهائيندو آهيان.

اجهو پٺي ڦٽ تان ڪڙي لٿي. ڪمري ۾ داخل ٿيو هوس ته ٽيبل جي شفاف شيشي هيٺ ٻه تصويرون ڏٺيون هيم.

هڪ شيخ مجيب جي بي جي- ايم- ميڊ جي.
"اي سائين هي تصويرون هنيون اٿو، چغلي نه هٿي ڏي سگهوئي!" مون تصويرن ڏانهن ڏسندي چيو هو.
"پلي پيا هٽن"

پر اوهان کي ته نوڪري ۾ هوندي اهي تصويرون نه هٽڻ کپن مون وري ٻه رزاق کي چيو هو. جو ڪنهن ڪتاب جي مطالعي ۾ مشغول هو.

”لغاري مان ڀريان سنڌي آهيان ۽ سرڪار جو نوڪر! ۽ هر سنڌي کي اهي تصويرون سيني مان ماڻڻ گهرجن.“ رزاق ڪتاب مان اک کڻندي چيو هو.

اهو ته سڀ آهي پر........ ۽ مان لاجواب ٿي ويو هوس.

ڪير پڌائي ڪيس ته انهي امر شخصيت کي اڄ به نظر بند ڪيو ويو آهي. انهن جي ’نولکي هار جي روپ ۾ نانگ آهن. جي پنهنجائپ جي روپ ۾ ڏارين کان بدتر ڪردار ادا ڪري رهيا آهن پنهنجن هٿن مان ميار، سنگينون سنڌ ماتا جي سيني ۾ هڻي رهيا آهن گهر گهر مان آزاديءَ جا آواز اچي رهيا آهن پر ڪين ڇڻ احساس ني ڪونهين احساس هجي ته به چوءِ ڪرسي هميشه اهڙو ڪڌو ڪردار ادا ڪرايو آهي.

ڦٽن چڪڻ شروع ڪيو آهي. سور جو سوڙون اندر ۾ اپيون سيرون پائي رهيو آهن پر واري گهر مان ايندڙ شرناح جو آواز ته اصل ڏنگ وجهي رهيو آهي.

شادين جو مهينو آهي. گهر گهر ۾ گهوٽ هٿن تي ميندي لائي، ڀينرن جي گهيري ۾ مرڪي رهيو هوندو پر هو پنهنجي ڀيڻن جون حسرتون اڌريون ڇڏي ڪنهن امر منزل ڏانهن روانو ٿي ويو آهي.

سندس پيٽ ۾ چاهيو هوندو ته رزاق جي وهاءَ تي خوش ٿي ڪيٽ ڪرائيندو. ماءُ مرڪي مهمانن جي آڌرڀاءُ ڪندي، پر هو هر آڌرڀاءُ کان اڳ سڀ راهي ٿي ويو آهي، چاهيو ته مون به هو ته سندس شاديءَ تي جمالي جي جهمري تي نچندس. هو خوشيءَ کان اڳ هو منهنجي جيون ۾ ڳوڙهن جي ورکا ڪري ويو آهي. تڏهن ٿي ته چوان ٿو ته اهي ڦٽ منهنجي جيون لاءِ امر بڻجي چڪا آهن. شل حياتيءَ جا پساهه پورا ٿين ۽ انهيءَ بار کان آجو ٿيان.


انقلابي ادب لاءِ پڙهو



مولانا غلام محمد ”گرامي“
(ٻاڦوٽيءَ جو هڪ ورق ١٩٧٣ع)

# جي- ايم سيد

## سنڌ جي دانشورن ڏانهن پيغام

جو ڪينڌرا ڇڄهان ۾ نوڙي ۽ نـاري،
ٻڙي جن ٻاري، آءُ نه جيئندي آن ري.
(لطيف)

اي باشعور ۽ دردمند، سنڌ جا فرزند، اڄ توسان ٻه چار ڪرڙيون ۽ مٺيون ڳالهيون ڪرڻيون اٿم.

مون کي معلوم آهي ته توهان جديد دور جي طلبن ۽ تقاضائن کان ڪجهه قدر واقف آهيو، مون کي اها به ڄاڻ آهي ته توهان تاريخ جو مطالعو به ڪري چڪا آهيو، مون کي اها به خبر آهي ته توهان سياست ۽ بين الاقوامي سياست تي به ڪڏهن گفتگو ڪري

سگهين ٿو. مون کي اهو به پتو آهي ته توِن سياسي لغت جي چند مکيه ۽ ذڪين لفظن: قوم، قوميت، بين الاقواميت، جمهوريت، فسطائيت، آمريت، آزادي، خود مختاري، وفاق، فيڊريشن، ڪانفيڊريشن، جي معني کان به آشنا آهين. مون کي يقين آهي ته تون ملوڪيت ۽ جمهوريت جي فرق کي به سڪي چڪو آهين. سنهنجو اهو عقيدو آهي ته، تون جديد انسان جي هن جديد ۽ خلائي دور ۾، عقل ۽ ذهن جي حيثيت سان، رجعت پسندانه پستيءَ مان ڪافي حد تائين نڪري چڪو آهين.

— مون کي اهو ڏسي دلي خوشي ٿئي آهي ته تون هڪ محب وطن ۽ مخلص خدمتگذار جي حيثيت سان، پنهنجي مادر وطن جي مسئلن کي سمجهڻ ۽ حل ڪرڻ لاءِ به ڪافي جوش ۽ جذبو رکين ٿو. پر اهو ڏسي حيرت ٿي ٿئي ٿي ته تنهنجي جهولي، مقصدن ۽ مرادن جي ماڻڪن کان ڇو اڃا خالي آهي؟ تون پنهنجي وطن ۽ قوم جي خدمت جي سلسلي ۾، ڪافي پهه، پچائي چڪو آهين. تون ڪڏهن ته فرسوده، بي مغز، مڙيل ۽ پور پور ٿيل هڏن جي ڍيرن مان پنهنجا ”هيرو“ ڳولي چڪو آهين، ڪڏهين سقراط ۽ بقراط کان ويندي، هٽلر، نيپولين، ماوزي تنگ، لينن، چو اين لاءِ، هوچي منه ناصر، افغاني مولانا سندي جهڙن تاريخ ساز

شخصيتن جي سوانح عمرين مان حوالا ۽ اقتباس ڪڍي پنهنجي نئين دور جي تعمير لاءِ اتساهه ٿو گهرين. تون انساني تاريخ جي شاندار ماضيءَ جي دفنين مان ڪيئي املهه ماڻڪ ڪڍي، پنهنجي سيني تي ٿو سينگارين. تون انساني تاريخ ۽ ان جي جدوجهد جي آغاز ۽ انجام تي سوچيندي سوچيندي بي ساخته چئي ٿو ويهين ته ”اسان ڪي ايندڙ نسل لاءِ ڪم ڪرڻو آهي. اسان ڪي سياڻي جي انسان ۾ پورو پورو ڀروسو آهي.“ ان سلسلي ۾ انساني تاريخ جي وڏن وڏن حريت پسند قومي پيشوائن مفڪرن ۽ دانشورن جي تاريخي جدوجهد مان ڪجهه حاصل ڪرڻ لاءِ ورق گرداني ٿو ڪرين. بين الاقوامي سياسي صورتحال کي سمجهڻ لاءِ، دنيا جي غلام ملڪن جي جنگ آزاديءَ وارن داستانن کي ٿو پڙهين ۽ پڙهندي پڙهندي پنهنجي دل ۽ دماغ ۾ آزاديءَ جي جوت ٿو جاڳائين. اهو سڀ ڪجهه صحيح. چو ته اهو سڀ ڪجهه دانشمنديءَ جي تقاضا آهي.

— پر منهنجا دانشور دوست! باوجود ان جي، تون هن دور جي جيئرن ۽ جاڳندن ڪردارن، خلوص ۽ صداقت جي پتلن، آزاديءَ جي پروانن، ملڪ جي تقدير بدلائڻ وارن مستن کان ڪجهه نه ٿو پڇين! تون ماضيءَ ۽ حال جي شاندار ڏراين ڪردارن کي ته پوڄين ٿو، پر پنهنجن ۽ پنهنجي ملڪ جي خير خواهن، پنهنجي

قوم جي آزاديءَ لاءِ سينو سپر ڪري وڙھندڙن ڪي تہ
ڪڏھن بہ ياد نہ ٿو ڪرين! انھن جي تلخ آزمائشن
۽ امتحانن مان ڪا روشني نہ ٿو حاصل ڪرين! انھن
جي مطالع ۽ غور و فڪر مان ڪجھ بہ نہ ٿو پرائين
تون انھن مان ملاقاتون نہ ٿو ڪرين، جي زنده حقيقتون،
زنده انقلابن، زنده ڪوششن ۽ زنده واقعن مان پنھنجن
سينن جي زخمن کي تازو ڪيو ويٺا آھن!- ڪتابن ۾
سڀ ڪجھ لکيل آھي، پر ھنن زنده ڪتابن سان
لکيل ڪتابن جو ڪھڙو مقابلو! ڪتاب ۾ لکيل ستيءَ
ڦڪيءَ جي نسخي کي ناتجربيڪار، نا ھينڊي ڪاري
وجھي ٿو، پر زنده طبيب جي اشاري تي بنا ڪنھن
ڪٽڪي جي نسخو لھي وڃي ٿو.

— اي دانشور دوست- تجربو وڏي شئي آھي،
معلومات ۽ علم بہ چڱا آھن، پر "عملي تجربو" ان
کان گھڻو مٿي آھي. ھڪ تاريخي واقعو آھي تہ-
"حضرت عليءَ جي ڪا تحرير سندن وڏي فرزند
امام حسن ڏٺي، ان کي پڙھڻ کان پوءِ، حاشيہ تي ڪن
مسئلن مان اختلاف ڪندي، پنھنجي راءِ لکي ڇڏيائين
حضرت عليءَ اھا اختلافي راءِ ڏسي، جواب ۾ فقط ھي
چند لفظ لکيا: "بابا حسن، اھو ممڪن آھي تہ حسن
جو علم، عليءَ جي علم کان وڏي ويو ھجي، پر اھو

تہ قطعا ناممکن آهي تہ حسن جو تجربو ۽ حسن جي عمر، عليءَ جي "تجربي ۽ عمر" کان وڌي ويا هجن!"

— دانشور دوست! هو ڏس، "سن" ۾ درياءَ جي سنڌوءَ جي ڪناري تي، هڪ پيرمرد ۽ عمر رسيده، "هڏين جي مٺ" هڪ پوريءَ صديءَ جي علم ۽ معلومات، تجربن ۽ آزمائشن، تلخ ۽ تند واقعن ڪوڙن ۽ ڪسارن حادثن جا تفصيلي داستان، سيني ۾ سانڍيو ويٺو آهي. مشرق ۽ مغرب جي قومن، انهن جي آزادي جي ڪوششن ۽ قربانين جا واقعا ويٺو ورجائي. سنڌوءَ جي ڪناري تي، پنهنجي نراڙ تي آيل فڪر انگيز لهرن وانگر، لهرن جي اٿل پٿل کي ويٺو اڙهي ۽ پنهنجي وطن سنڌ جي خوشحاليءَ لاءِ پيو پور پچائي. ستر ورهين جي ان پوڙهي، سٺو سالن جو پورو اڌ، يعني اڌ صدي، انهن ڳڻتين ۾ گذاري ڇڏي آهي. برصغير پاڪ و هند جي اها ڪهڙي تحريڪ آهي، جنهن ۾ هن پيرمرد حصو نہ ورتو آهي؟ برصغير پاڪ و هند جو اهو ڪهڙو ليڊر آهي، جنهن سان گڏجي هن بزرگ ڪم نہ ڪيو آهي؟ اهو سارو جهد پنجاه سالن جو آهي، ان طول طويل عرصي ۾ ڇا ڇا نہ ٿيو آهي؟ ۽ ڇا ڇا نہ ٿيو هوندو؟ اهو سڀ ڪجهہ عملي طرح سان ان نيڪ مرد ڏٺو آهي، مون ۽ تو آزاديءَ جي تحريڪن تي نقط ٻہ چار ڪتاب پڙهيا آهن، جن مان

وڏو حصو ته يڪطرفي فيصلي تي مبني آهي، صحيح حقيقتون ته اڃا به لوڻ مثال مليون آهن، جنهن کي ته تون به تسليم ڪري چڪو آهين!

— اي سنڌ جا دانشور فرزند! هاڻي به ويل نه وئي آهي. ڪجهه اکيتي وڌ! ان پيرمرد مان مل ان ڪان پڇ، ان ڪان سک. ان جي تجربي ۽ جدوجهد مان ڪجهه معنيٰ جا ماڻڪ ميڙ.

رهيا اڻيئي رات، صبح ويندا صابري!
لنو لنو منجهه لطيف چئي، ڪر تنين جي تات،
سنڌي جوڳيان ذات، ٻئي پيري پاڪ مڙي.

— ان پيرسن جي هڏ ۽ ماس ۾ عروج ۽ زوال سياست ۽ رياست، جدوجهد ۽ آزاديءَ جا هزارين داستان پوشيده آهن. تون ان وٽ وڃي، ڪجهه ٻڌ، ڪجهه هينئين مان هنڊاءِ. اجايو جوش ۽ خروش ۾ وقت نه وڃاءِ! جوش ۽ جذبي جي طوفان ۾ اڳيئي ڪافي نقصان پهچي چڪو آهي.

— ائين نه ٿئي جو ان هڏين جي مٽ تي، مٽي وري وڃي ۽ پوءِ تون خالي هٿ مهٽيندي رهجي وڃين. تون شخصيت پرست ته هنوئين آهين. اگر ائين ”لاهوتي لڏي ويا“، ته پوءِ تون وڃين مٽيءَ جي ڍير تي ٻيهندين! اوچنگارون ڏيئي روئيندين، رت ڳاڙهان ڳوڙها ڳاڙيندين، آه و فرياد ڪندين، گلن جون چادرون

چاڙهيندين، اگربتيون ٻاريندين، سندس ٻارهين تي دل کولي دانهون ڪندين، سندس گوشت ۽ پوشت مان، واقعن ۽ انهن جي حل تلاش ڪندين! پر ائين ڪرڻ مان ورندو ڇا؟ ان مٽيءَ جي پوچا مان ۽ گلن جي ورکا مان ڪهڙو فائدو؟

—اي سنڌ جا دانشور فرزند! ان پير مرد جي زبان ۾ نه فصاحت آهي ۽ نه بلاغت، نه سلامت نه رواني، نه قافيه پيمائي ۽ نه اختراع معاني! پر ونس زندگيءَ جي تجربن ۽ حقيقتن جو اڻ کٽ ڀنڊار آهي، ان مان ڪجهه حاصل ڪر. ونس ان معلومات ۽ دانش جو وسيع خزانو آهي، جو هڪ صديءَ جي طول طويل زماني تي حاوي آهي. سندس دل، صديءَ جي تجربن ۽ مشاهدن، غمن ۽ خوشين جو گهر بڻجي چڪي آهي، تون ان در تي هيڪر ضرور وڃ ۽ خالي دامن ڪي، ان جي اڳيان ڏهلاءِ، ڪجهه نه ڪجهه ملندئي ضرور!

ماسو جُڙني مال تہ ۽ ، پُوچارا پُر تئين!

—اي فرزند دانشمند، ان عمر رسيده بزرگ جو علم ۽ عقل نه دانش کان خالي آهي ۽ نه ڪو روايتي ذخيري جو مرهون منت آهي، پر هو درويش ته حادثن ۽ واقعن، ڏکن ۽ سورن، ايذائن ۽ عذابن، مصيبتن ۽ مشڪلاتن، تجربن ۽ مشاهدن جي پوري صدسالہ

کهاڻي پنهنجي ميڙهي ۾ سانڍيون ويٺو آهي. ڪنهن لاءِ؟ رڳو تولاءِ.

—اهو ته سوچ ته هو توکي ڇا ڏيندو؟ ان الزام تراشيءَ تي، ڀلائي ڪري ڪن نه ڏي ته— ”ڀريو سڙس، ڇڙيو ٿي پيو آهي، وڏيرڪي ذهن وارو آهي، سرمايه دارانه مزاج وارو آهي، سادات پرستيءَ جي مرض ۾ مبتلا آهي، ڪافر، زنديق ۽ ملحد ٿي چڪو آهي، وطن جو دشمن ۽ غدار آهي—!“ چوڻ وارن کي چوڻ ڏي، پر تنهنجي نگاهه مٿي هئڻ گهرجي، ڇو ته هن آب ۽ گل جي دنيا ۾ ڪي ملائڪ سڳورا ته ڪين ٿا رهن. هرڪو پنهنجي غلطڪارين ۽ گناهن ۾ غرق آهي. اهو مثال ٿيو، ڪنهن کي ميڻهن ڇوي ”هل ڙي ڀوت ڪاري!“— ائين چوڻ وارا به پارسا ۽ فرشتا ڪين آهن. ٻين مان رڳو عيبن کي چونڊڻ به هڪ نفسياتي بيماري آهي. ڀلا آءٌ توکان هڪڙو سوال ٿو پڇان، ڀلائي ڪري سوچي سمجهي جواب ڏجانءِ— هڪڙو اکين جو ماهر ڊاڪٽر جائي ڄم کان ڪاڻو هجي، ان کان ڪو اکين جو بيمار علاج ڪرائي سگهي ٿو يا نه؟ ان حالت ۾ ائين چئبو ڇا ته ڊاڪٽر پاڻ ڪاڻو آهي، سو اکين جو آپريشن ڪيئن ڪري سگهندو؟ اول پنهنجي اک— ته ڏاهي! ڇا؟ تون به اهوئي جواب ڏيندين! ڇا ڪاڻو ڊاڪٽر، پنهنجي فن ۽ مهارت سان اکين جي آپريشن لاءِ مناسب نه ٿو ٿي

سکھي؟ تنھنجو جواب اگر ھائوڪار ۾ آھي تہ پوءِ چئبو تہ، تون منھنجي ڳالھہ کي سمجھي ويو آھين. مطلب شفا آھي نہ ڊاڪٽر مان.

—سنڌ جا دانشور فرزند! تو ۾ جوانيءَ ديوانيءَ جو جوش ۽ خروش آھي، ۽ ھن پيرمرد تي تجربي، سنجيدگيءَ ۽ پوڙھپ جا آثار موجود آھن. تنھنجي لباس ۾ چمڪ آھي، ھن وٽ ڏيکاءُ واري چمڪ نہ رھي آھي، پر ھن جي اکين جي چمڪ، اڄ بہ آفتاب وانگر شعاع فشان آھي! تون ان جي ھڪ نگاھہ مان ھزارين سبق حاصل ڪري سگھين ٿو. اگر اڄ تو ڪجھہ بہ نہ ڪيو تہ پوءِ يقيناً، ان جي منھن مٿان ڪانپوءِ سندس زندگيءَ توڙي لکيتن ۾ روشنيءَ جي تلاش ضرور ڪندين! جيڏري نہ تہ مٿي ڪان پوءِ تون ڦري گھري ان جي آستاني تي ضرور ايندين. منھن مٿو پٽيندين، پر ورندو ڪجھہ بہ ڪونہ!

—اي دانشور فرزند! تون اڄ بہ لطيف ۽ سچل کي ساري رھيو آھين، توکي صدين جي معلومات مان فقط روئڻ پٽڻ ۽ مرده پرستي ئي ڏاج ۾ مليا آھن! افسوس!! تون زنده حقيقتن ڏانھن اچا ورڻ نہ ٿو چاھين تون مرڻ وارن ۽ مٽيءَ ۾ ملڻ وارن جي افسانن ۽ داستانن ڏانھن ڏاڍو چاھہ ٿو رکين. اچا تون افساني ۾ بدلجي ويندڙ ڪھاڻين جي تلاش ۾ حيران ۽ سرگردان

آهين !- اهو وقت پري ناهي، جڏهن تنهنجا محقق، هن پير مرد جي لکيتن کي سمجهڻ لاءِ، پنهنجيءَ جستجو جي دامن کي تار تار ڪندا رهندا، ۽ ان پير مرد جي قبر جي مٽيءَ کي تبرڪ سمجهي، پنهنجي منهن ۽ مٿي تي مکيندا رهندا، پر پير مرد ساڻن نه ڳالهائيندو ٻولهائيندو ۽ نه ڪو ڪين ڪو مشورو ڏيندو! ائين هڪ صديءَ جو تجربو ۽ مشاهدو، مٽيءَ جي ڍيرن هيٺان اچي ويندو!

— اي سنڌ جا دانشور فرزند! ڪجھ سالن کان تنهنجو عمل ۽ ڪردار اهو رهيو آهي جو هر مرده جي پوڄا ڪندو اچين ٿو، وسائل ۽ اجهاڻل ڏيئن جي گرد و پيش طواف ڪرڻ تنهنجي عبادت بڻجي چڪي آهي. تو ڪڏهن به "زنده حال" ڏانهن نظر نه ڪئي آهي! تون ڪڏهن به زنده انسان جي عظمت جو اعتراف ڪرڻ سکيو ئي ناهين! ڇالاءِ ته تون مرده پرست قوم جو مرده فرزند آهين! اهوگڻ توکي ورثي ۾ مليو آهي. هائو يا نه؟ هنن ڏکين لفظن تي رنج نه ٿجانءِ.

— اي فرزند! هن پير مرد توکي سڀ ڪجھ ڏنو آهي، هن ته تنهنجي سر زمين کي ادب ۽ ثقافت، سنڌي زبان جي قدر قوميت ۽ حب الوطنيءَ جا سبق سيکاريا آهن. تنهنجي روشنيءَ لاءِ، ورهين جا ورهيه، نظربنديءَ

۽ جيل جي هيبتناڪ ۽ ڳجهه اونداهين ۾، روشنيءَ
جي ڪرڻن کي ڳوليندو رهيو آهي، تنهنجي لاءِ هر محاذ
تي وڙهندو آيو آهي. پنهنجي عمر جو بهترين زمانو ۽
پنهنجي دولت جو چڱو خزانو تو لاءِ لٽائي ڇڏيو اٿس.
موٽ ۾ تو وٽان مليا اٿس: ڪنڊن جو تاج، لعنت ملامت
جي دستار، لعن طعن جي پاڪ، ڪفر ۽ الحاد جي
فتوي! غداريءَ ۽ مڪاريءَ جو الزام، لادينيءَ ۽ لامذهبي
جو بهتان!

— اي دانشورا! اهو منهن مٽائي ويندو، هڪ ڏينهن
توکان رسي ويندو، هڪ ڏينهن توکان ڇڄي ويندو،
پوءِ تون رڳو سڪٽا هٿ پيو هڻندين، اجايو دانهون
ڪندو رهندين. مان ڏسي رهيو آهيان:

ڪاپڙين ڪنواٽ، وڏيءَ ويل پلاٽيا.

تون ـ ان جي تلافي نه ڪري سگهندين، پر سندس
لاءِ "خراج تحسين" ڏيندو رهندين. اخبارن ۾ بيان
ڇپائيندين. رسالن ۾ مضمون ڇپائي، پنهنجي تعلقات
جو ڪوڙو ورجاءُ ڪندين، ريڊيو تي سندس ڪارنامن
تي تبصرا نشر ڪندين، سال به سال ورسيون ملهائيندين
۽ سندس قبر تي گلن جون چادرون چاڙهيندين. ڪيس
ختما ڏياريندين، مٿس قبو اڏائيندين. رسالن ۽ اخبارن
جا خاص نمبر شايع ڪندين. هاءِ ۽ واءِ سان آسمان
کي مٿي تي کڻندين! ـ پر ورندو ڪجهه به ڪونه!

— اي سنڌ جا دانشور فرزند! ڪَن ڪولي ٻڌي ڇڏ: مان ۽ تون - ٻئي ان پيرمرد جو "معنوي اولاد" آهيون. اهو ئي پيرمرد، منهنجي ۽ تنهنجي دانش ۽ فڪر جو "ابو" آهي. تـو ۽ مون هڪ "ابو." ته اڳ ئي وڃايو آهي، هاڻي هن ٻئي "ابي" جو وارو آهي!- اي فرزند ان پراڻي دستور کي مٽائي ڇڏ، جيئرن سان ره ۽ جيئرن سان مَرُ! مرده پرستيءَ ۽ خاڪ پرستيءَ ۾ سوين سال گذري ويا! هاڻي ته جيئرن سان جهيڙو ڇڏ!

— اي دانشور فرزند! تون ور ور ڪري، ان پيرمرد جي غلطين کي تفصيل سان ۽ ڪڏهن اشاري ۽ ڪنايي ۾ ورجائيندو رهين ٿو. ڀلا هن ڪنهن جو ڌاڙو هڻايو آهي، يا ڪنهن جي ملڪيت لُٽي آهي؟ هن جو گناه اهو آهي ته تنهنجي خوشحاليءَ ۽ اعليٰ تعليم لاءِ هٿي پنڌا پٽيا اٿس. سنڌ سائي رهي ۽ سکي ستابي رهي. سندس رهاڪو، مهذب ۽ متمدن زندگي گذاري سگهن. ڪٿن ڏورن ۽ ڏکن ۾ شمار نه ڪيو وڃي، انسان نه پر اعليٰ انسان تصور ڪيو وڃي. سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت کي عالم جي امن ۽ سلامتيءَ لاءِ پيغام آهي. اهو دنيا جي ڪنڊ ڪُڙڇ ۾ پهچايو وڃي. ڇا اهو گناه ڪو گهٽ آهي ڇا؟ ان گناه جي پاداش ۾ سندس لاءِ ڇا ڇا نه ڪيو ويو آهي؟ اخبارن

۽ رسالن جا فائيل موجود آهن. انهن کي پڙهڻ اٿلائي ڏس، اها ڪا گار ناهي جا هن پيرمرد کي نه ڏني وئي آهي. پنهنجن ۽ پراون، ڏاڙهن ۽ اڏارن هن لاءِ گهڻو ڪجهه، ڪنڊ مٿيو آهي.

— اي سنڌ جا دانشور فرزند! سياست هڪ شطرنج واري راند آهي. ان ۾ ڪٽڻ ۽ هارڻ، اڳتي وڌڻ ۽ پوئتي هٽڻ لازمي آهي، اهو ڪهڙو سوار آهي جو گهوڙي تان نه ڪريو آهي؟ اهو ڪهڙو جنگباز بهادر آهي جو ميدان مان سڄي لڳين موٽيو آهي. رکو مڙس جي مڙسيءَ کي ڏسڻو آهي، نتيجي لاءِ پيا اسباب به ٿين ٿا. اگر اهي اسباب مهيا نه ٿا رهن ته پوءِ هن جنگاه ۾ جيت به نه ٿي ٿئي! پلا جنهن ماحول ۾ سچ ۽ ڪچ جي تميز نه هجي، ڪوڙ بدوڙ تي هرڪو سندرو پڌيون وتي، عزت ۽ دولت لاءِ ضمير کي وڪڻڻ ڪو عيب نه هجي، ڪرسيءَ لاءِ لغور، نور وانگر پيا واجهائين. منافقيءَ، خوشامند ۽ پڇاڙائيءَ کان سواءِ پيو ڪوبه اخلاقي جوهر نه رهيو هجي. سارو تلاءُ گندگيءَ سان پرجي ويو هجي، اتي ڪا هڪڙي مڇي آڇي، ۽ آجري پاڻيءَ لاءِ پيئي پاڏائي، ته پوءِ ان کي به غنيمت سمجهڻ گهرجي. ”پيلي مان ئي پيل، جيسين رتو راس ٿئي!“

— اي فرزند! اهو پريو مڙس، سنڌ جي هڪ

تاريخي تحريڪ جو فرد جوانمرد آهي، اها تاريخ جنهن ۾ درياء خان، مخدوم بلاول، سيد حيدر جهڙا سر ڏيئي سرها ٿيا. ان پوڙهي کي تحريڪ جون خصوصيتون ورثي ۾ مليون آهن. لطيف چيو آهي:

پڇيندي سائي، جنهن کي سور پڏايم سندرا،
ٻـي هرڪائـــي، هٿندي هٿ ميار جـــا.

— هن کي ٻه سورن سندرا پڏايا آهن، سو پيو پٽي ۽ پاڻ کي ڪٽي، يا "اندر جنهين جا اڏ ڏونگر سي ڏوريندين." هن جو اندر ٻه اڏ ٿي چڪو آهي، سو ڏونگر پيو ڏوري.

— تون ڪيس سنگسار ڪرڻ گهرين ٿو؟ چو ته تنهنجي سياسي بصيرت جو ڪو انت نـاهي! هائو ائين ته!

— حضرت عيسيٰ جي موجودگيءَ ۾، هڪ ماڻهوءَ کي سنگسار ٿي ڪيائون. پاڻ فرمايائون: "هن گنهگار کي پٿر اهو هڻي، جنهن سڄي ڄمار ۾ ان جهڙو گناه نه ڪيو هجي!" اهو دل ۾ گهاءُ ڪندڙ جملو ٻڌي، سڀ ٿڙي پکڙي ويا. سو اي دانشور، ڪيس سنگسار پوءِ ڪر، پر اول اهو ته جاچ ته تنهنجي، پنهنجي حالت ڪهڙي آهي!

ـــ اي دانشور، توکي سنڌ جو قسم! ڇا جي-ايم سيد ۾ رکو عيب ئي عيب آهن؟ منجهس ڪا هڪڙي خوبي به ڪانهي، اگر ڪا هڪڙي به خوبي اٿس ته پوءِ ان تي به نظر رک!" "**جي-ايم سيد، سنڌ آهي ۽ سنڌ جي-ايم سيد آهي**." هي چند لفظ هينئين سين هنڊاءِ!

(پيغام تان ورتل)

---

جيڪڏهن اوهان سنڌ جي سورن کي سٺو ۽ سمجهڻ چاهيو ٿا ته اوهان تي لازمي آهي ته اوهان

# پروڙ

نمبر ١

جو مطالعو ڪريو.

نياز همايوني

# وات ويندي ملاقات

هن مصنوعي عوامي دور ۾ جڏهن سنڌ جا ترقي پسند شاعر وطن دوست اديب ۽ قوم پرست شاگرد عارضي حڪومت جي اشاري ۽ آسري تي پنهنجي ضمير سان گڏ سنڌ جو ساٿ ڇڏي ويا ته، انهن جي جاءِ اهڙن جان ٻارن اڇي والاري جن لاءِ ڪو وهم گمان ئي ڪونه هيو. هونءَ به دستور آهي ته قومي تحريڪن هلندي جيڪڏهن ڪي الڪ انوقت الڳ ٿي ويندا آهن ته قدرت يا فطرت انهن ڪي ميدان ۾ آڻيندي آهي جيڪي واقعي سرفروش هوندا آهن. جيئن شهيد عبدالرزاق سومري جو مثال ڏئي سگهجي ٿو.

شهيد عبدالرزاق سومري سان منهنجي ڪابه واقفيت ڪانه هئي هڪ دفعي خيرپور کان حيدرآباد ٿي آيس ته ساڳي گاڏيءَ ۾ سوري سان هڪ نوجوان چڙهيو جنهن جي مٿي تي سونهاري سنڌي ٽوپي اکين تي عينڪ ۽ هٿ ۾ پلاسٽڪ جي رنگين ٿيلهي هئي منهنجي نظر اوچتي انهيءَ ٿيلهيءَ ۾ پيل رسالي ملير ڊائجسٽ

۽ ڄاڻو. ابتدائي تعليم ۾ پنھنجي اباڻي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائين مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ اليڪٽريڪل انجنيئرنگ ڊپلوما جو ڪورس امتيازي حيثيت سان پاس ڪري گورنمينٽ پولٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ ۾ جونئر انسٽڪٽر جي حيثيت سان نوڪري ڪرڻ لڳو.

ننڍي هوندي کان وٺي سندس طبيعت سادگي ۽ سماجي سرگرمين ڏانھن مائل هئي جنھن ڪري جوڀن کي پھچڻ تائين هو هڪ سٺو سماجي ورڪر ۽ غريبن جو همدرد ۽ هڏ ڏوکي بڻجي ويو. پنھنجي نوڪريءَ دوران پنھنجي ديس جي ستايل سنڌين جي خدمت لاءِ هن ڀرپور ڪوشش ورتي. مخالفن جي ميڙ ۾ رهي صاف گوئيءَ سان سنڌ ملڪ ۽ سنڌي قوم سان ٿيندڙ نا انصافين جو پرچار ڪري سنڌي نوجوانن کي پنھنجي اهم قومي مسئلن بابت جدوجهد ڪرڻ لاءِ تيار ڪندو هو. جيڪا ڳالهه هر وقت غير سنڌين جي ڪک ۾ ڪان جيئن لڳندي هئي. ڪيترائي دفعا کيس ختم ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏنيون ويون. ليڪن هي دلير نوجوان پنھنجي ڌن ۾ مگن ڪمال بي ڊپائي سان مقصد يا موت جو پيغام ڏهرائيندو رهيو. عبدالرزاق جو وجود پوليٽيڪنڪ ۾ اردودان طبقي لاءِ هڪ مسلسل خطرو بڻجي ويو ۽ غير سنڌي هر وقت ان موقعي جي تلاش ۾ هئا ته ڪنھن طرح هن خطرناڪ فولادي انسان کي

پنهنجي راه سان هٽائجي- نيٺ ۷ آگسٽ ۱۹۷۲ تي پوليءَ وارن فسادن جي آخر ۾ هن سنڌو ديش جي متوالي کي هڪ وڏي سٽيل سازش ڪري پولي ٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ حيدرآباد ۾ چاقن جا گهرا گهاءُ هڻي قتل ڪيو ويو.

سنڌس ڏوهه صرف اهو هئو ته هن سنڌ سان محبت ڪئي هئي سنڌواسين جي خدمت ڪئي هئي سنڌس مرڻ ۽ جيئڻ سڀ ڪجهه سنڌ لاءِ هئو.

هڪ استاد جو شاگرد هٿان اهڙي بي درديءَ سان قتل ٿيڻ دنيا جي تاريخ جو نهايت دردناڪ ۽ المناڪ حادثو هئو. سنڌس شهادت جي خبر هڪ بم جي ڌماڪي جيئن پوري ملڪ ۾ پکڙجي وئي- پرائمري اسڪول جي ننڍن ننڍن ٻارن کان وٺي ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ جي هر نوجوان جو رت ٽهڪي اٿيو. هر محب وطن سنڌي جي اکين ۾ هن نوجوان استاد جي ڏنل قربانيءَ تي لڙڪن جو لڙهيون وهڻ لڳيون.

ساري سنڌ ان تي غمناڪ واقعي جي لپيٽ ۾ وڪوڙجي وئي.

عبدالرزاق لاڏي ويو.

سنڌ جو سورهيه شهيد ٿي ويو.

پيءُ ماءُ جو اڪيلو پٽ قوم تان قربان ٿي ويو.

ڀينرن جو اڪيلو ڀاءُ ڀلاري ڀونءِ جي ڀٽ

Soorih Mirani

چڙهي ويو.

سنڌ سهاڳڻ ٿي سنڌس ريٽي رت سان پنهنجي سنڌ ۾ سندور پريو. ڳاڙهو ڪهنبو ويس ڏڪي پنهنجي لال کي جهوليءَ ۾ ورتو.

دودي ۽ شهيد الهه بخش سومري نڌرن جنم ورتي عبدالرزاق سومري جي روپ ۾ هڪ دفعو وري سنڌ ديس جي ڌرتيءَ سان پنهنجي ڪيل قول کي پورو ڪري ڏيکاريو ته جيجل سنڌڙي تنهنجا پٽ تنهنجي ٿيڄ ملهائڻ خاطر پنهنجي جان ته ڏيندا پر تنهن جي لوئيءَ جي لڄ رکندا. تنهنجي مٽيءَ کي مان ڏيندا.

شهيد عبدالرزاق امر آهي. سنڌس نالي کي زنده رکڻ هر غيرت مند سنڌيءَ جو قومي فرض آهي ڇاڪاڻ ته عبدالرزاق نالو آهي ان تحريڪ جو جنهن جي جهوليءَ ۾ سنڌ جي آزادي ۽ خوشحاليءَ جو پيغام پرورش پائي ٿو.



شمشير علي ٻرڙو مورو

# فولادي انسان

مهذب قومون پنهنجي قوميتن کي زنده رکڻ واسطي پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي تاريخ سان واسطو رکندڙ اهم ڏڻن کي يادگار طور ملهائينديون آهن جنهن موجب اهڙين اهم شخصيتن جي جنم ۽ مرڻ جي ڏينهن کي به ملهايو ويندو آهي جن پنهنجي زندگيءَ جو بيش قيمت حصو قوم ۽ ملڪ جي لاءِ وقف ڪري قومي تاريخ جي باب ۾ نهايت مثالي انقلاب جو سبب بڻيل آهن.

شهيد عبدالرزاق سومرو سنڌ جي قومي تواريخ جو هڪ اهڙو ڪردار آهي جنهن سنڌ ملڪ ۽ سنڌ قوم جي آزاديءَ ۽ خوشحالي جي آس رکندي قوه جواني ۾ پنهنجو ڳاڙهو ريتو رت هن ڌرتيءَ کي گلزار بنائڻ لاءِ پيش ڪيو.

پيرسن ۽ رٽائرڊ پرائمري استاد محمد سليمان سومري جو هي سدورو، پٽ ٢٣ سيپٽمبر ١٩٤٧ع تي مورو شهر

تي پڻي جنهن مان مون اندازو لڳايو ته هي همراهه به جيئي سنڌ وارن مان آهي تن ڏينهن ۾ ملير ڊائجسٽ اڄ وانگي نج قومي رسالو هيو ۽ هن جو ايڊيٽر ٻين تجارتي قسم جي ايڊيٽرن وانگي وقت اچڻ تي پنڊيءَ جو طواف ڪرڻ ۽ هانيون وڻڻ يا روپوش ٿيڻ بدران جيل وڃڻ پنهنجي عزت سمجهندو هو انهيءَ خودداري عوض اڄڪلهه سرڪاري مهمان آهي.

گاڏي جڏهن موري مان رواني ٿي دولت پور کان اڳتي وڌي ته ڪنهن ڳالهه کان عبدالرزاق جو پڙ ۾ ويٺل ماڻهوءَ سان سنڌ بابت بحث شروع ٿيو هن جو حريف ڪمزور ذهن جو هيو تنهنڪري سنڌين جون آوٽايون پڻي پڌريون ڪيائين هيڏانهن عبدالرزاق شينهن وانگي گجندو پئي ويو.

اسان انسان سنڌي اهي سچار ۽ سرويچ آهيون جي دودي جي روپ ۾ وهاڻي وارن اڳيان جهڪڻ بدران پنهنجي جان جي بازي لڳائي ڇڏي، اسان اهي بهادر ۽ شهمير آهيون جيڪي دريا خان جي صورت ۾ ايرانين کي قاتل ۽ ظالم جو لقب ڏئي ويا ۽ اسان اهي ارڏا ۽ اڙٻنگ آهيون جن ڪڏهن به وقت کي سلام نـــ ڪيو آهي. اسان ڪنهنجي غلاسي قبولڻ بدران موت کي ترجيح ڏئي ٿا ڄاڻون اسان سنڌ کي جيارڻ لاءِ پاڻ کي ماري ٿا سگهون...... جيڏو بحث زور شور

سان جاري هيو تيڏي مهل منهنجي اندر ۾ جنگ هلي رهي هئي.

تون ڇا سنڌ تي سر ڏئي سگهندين امان سنڌي سدائين پيا نعرا هڻندا آهيون ڪڏهن اهو زمانو به ايندو آهي جو يا ته پنهنجي نعري سان بيهوش ٿيو وڃئون يا وري ٻئي جي نعري ڀڃيان پاڻ کي پورو ڪري ڇڏيون... تو کي شايد خبر ڪانهي ته جڏهن تون سياست جي الف بي کان به اڻ ڄاڻ هئين تڏهن سنڌ ۾ اهڙا اديب شاعر ۽ شاگرد به پيدا ٿيا هيا جن سڄي عمر سنڌ سنڌ ڪري هوشو شهيد کي به پوئتي رهائي ڇڏيو هيو ليڪن عين موقعي تي انهيءَ حڪومت اڳيان سجدي ۾ جهڪي ويا جنهنکي هو سدائين سنڌ لاءِ لعنت پيا تصور ڪندا هيا. هي پاڻ کي پاڻ عظيم چورائڻ وارا جي ضمير اديب شاعر ۽ شاگرد کهڙي ۽ راشدي کان به وڌيڪ خوار خراب ٿي پيا. کهڙي ۽ راشدي ڪڏهن سنڌ دوستي جي دعوا ڪانه ڪئي هئي پر هي ته سنڌ لاءِ سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ جي هام هڻي چڪا هيا جيڪڏهن کهڙو ۽ راشدي ڦري ويا ته انهن تي جيڪي لعنتون ملامتون وسايو ويون تن کان هزار دفعا وڌيڪ ڦٽڪارون هنن تي وسائڻ کپن نيٺ اهو وقت به ايندو جو کهڙي ۽ راشدي جي بجاءِ ماڻهو هنن تي پيا لعنتون وسائيندا ۽ هنن جا نالا ٽڪدانين ۾ رک وين تي رکندا. گهڻيءَ ۾ پٽڪندڙ ڪو ڪتو

اهڙو نه ڏٺو جنهن تي هنن عظيم مڃائيندڙن لاءِ ٽولي جو نالو نه هوندو.

کهڙو ۽ راشدي لياقت علي جي زماني کان ايوب ۽ يحيٰ جي دور تائين اهڙي ڪا خوشامد ايجاد نه ڪري سگهيا جا هنن مصنوعي قوم پرستن مڪار ترقي پسندن ۽ غدار وطن ملاميتن جي ڪنهن به خوشامد جو مقابلو ڪري سگهي نه وري کهڙي ۽ راشدي اڳين پوين حڪمرانن جي واتان اهي جٺيون سٺيون جيڪي هن ضمير فروش ۽ غدار ٽولي سان ٿينديون رهن ٿيون.

هڪ دفعي خيرپور ۾ سنڌ جي موجوده عظيم قومي ۽ سياسي رهنما جي آڏو سکر ار جو نام نهاد عظيم شاعر پاليشاهين جي ڪتي وانگي پڇ لوڏي چوڻ لڳو: سائين تون ته منصور آن، سرمد آن، ۽ پاڻ سان گڏ اسانکي به مارائي چاڙهيندين. توکي خبر ناهي ته ڀٽي صاحب تازو مونکي پاڻ وٽ گهرائي ٻڌايو هو ته پنهنجي حڪومت خلاف جيڪو ملٽري ائڪشن ڪرڻ وارو هيو تنهن جو پهريون پروگرام هيو ته اڳ ۾ گولي ڀٽي کي هڻي ويندي پوءِ ٻي گولي مونکي... اتي ويٺل ماڻهن مان ڪنهن وڏي واڪي چئي ڏنو... سبحان الله صدر ڀٽو جنهن ماڻهوءَ تي آڱر ٿو رکي سو پاڻ کي بيگم نصرت ڀٽو سمجهڻ ٿو لڳي. ان جي سڄي مجلس ۾ ٽهڪڙو مچي ويو.

پيو نقل آهي ته ساڳيو ساگرو ڊينگرو ڪراچيءَ ۾ هڪ پيالي مٽ يار وٽ ويو جنهن کيس ڏهن سرن واري وڏڪ وٽ پيش ڪيو آخر شراب ڪباب جو دور هليو جڏهن ساگرو جي کوپڙي تي ولايتي وسڪي ٽڪا ٽڪي ڪئي ته همراه جو چڙهي ليڙو لهي پيو پوءِ ته ويو پنهنجو پاڻ چوائي بنديءَ ۾ تڪ بندي ڪندو پلا وڏڪ کي کهڙي ڪل ته شاعري ڇا ٿيندي آهي جڏهن ٿيو تنگ ته آرس پڇي ساگرو شاعر کي ٿو چوي، شيرل پاڙهه وارو به واهه جو شاعر هيو اتي همراهه جا ڊيڊر ڊرا ٿي ويا ۽ وٺي جو ڏنائين ٻڪل ته ٻڪڙيءَ وانگي سڌو هوٽل ۾. ويجهڙائي ۾ پڌو ويو آهي ته انهي نام نهاد عظيم جي اولاد کي نوڪري ملي آهي جنهن جي سفارش خاص ڪري اسلام آباد مان ٿي هئي. انهيءَ مسالي اچڻ کان پوءِ کنهن پڌايو ته هاڻ همراهه ايڏيون وڏيون ڪلابازيون ڏئي صدر پٽي جي تعريف ۽ سائين جي ايم سيد جي غيبت ٿو ڪري جو خدا جي پناهه. ڇڻي پٽو راجا ڏاهر کان پوءِ اهو حڪمران آهي جيڪو سنڌ کان وٺي پنجاب سرحد ۽ بلوچستان تي حڪومت ٿو هلائي انڪري کيس ٻڌائڻ وارن جو فرض آهي، ۽ پڙهندڙن کي ياد هوندو ته انهيءَ ئي فرض ادائي ته هيءَ حڪومت جي ڏني تي پناهگيرن مان پنڊيءَ ۾ لساني ڏاهه ڪري آيو هيو. هڪ طرف اها

Soorih Mirani

غداري ۾ ڀاڱي اها لپاڙ ته سائين جي-ايم سيد کي پيريءَ ۾ شهادت جو شوق جاڳيو آهي. تنهن برتاءَ...

چونڊا آهن ته پٽ پنهنجي بنياد تي ويندي آهي سو انهيءَ موجب سنڌ جي اهڙن غدارن جو اوائل ۾ واسطو اهڙن ڪامريڊن سان هيو جن ڪانگريس جهڙي جمهوري پارٽي بدران مسلم ليگ جهڙي بي اصول جماعت سان پنهنجا ناتا جوڙيا هيا آخر مسلم ليگ جو اثر ئي هنن کي حرام ڪري ويو.

عبدالرزاق سومري جي شڪل مونکي چٽيءَ ريت ياد هئي. جنهن گاڏيءَ تان لهي هرڪو پنهنجي منهن هليو ويو ته مون اچا تائين دل ۾ پئي سوچيو:

جتي پنجويهن سالن جي پراڻن فوءِ پرستن جو خانو خراب ٿي ويو اتي هي ويچارو ڇا ڪري سگهندو هتي ته هرڪو موقعي جي تلاش ۾ آهي.

ڪجهه وقت ڪانپوءِ هڪڙي ڏينهن ماني، محترم محمد صالح عاجز ۽ ڊاڪٽر نجم الدين عباسي حيدرآباد جي سول اسپتال ۾ سائين جي-ايم سيد جي جلسي ۾ بم لڳڻ ڪري زخمي ٿيل سائين جي خبرچار لهڻ وياسين ته ڪيزائي جي پرمان روشن پنهور ۽ سنڌس هڪ ساٿي نهايت اداس ۽ حيران پريشان نظر آيا، احوال پڇڻ تي معلوم ٿيو ته شهيد عبدالرزاق سومرو... لاش اسپتال مان اچي موري روانو ٿي چڪو هو اسان سيئي آپرس ۾ اچي وياسين......

Soorih Mirani

ٻئي ڏينهن مون عبرت اخبار ۾ جڏهن شهيد جو فوٽو ڏٺو ته مونکي موري کان حيدرآباد اچڻ وارو سفر ياد آيو ۽ عبدالرزاق جي صورت اکين اڳيان تري آئي جنهن جي تصوير ٻهرين صفحي تي جهلڪيون ڏئي چئي مونکي چئي رهي هئي ته ڏس دوست ! تو چيو پئي ته سنڌي رڳو ڳالهيون ڪري ڄاڻن سر ڏڻ ڄاڻن جي وس جي ڳالهه نه آهي، تو چيو پئي ته هيترا سارا اديب، شاعر ۽ شاگرد سنڌ کان منهن موڙي ويا تون ڇا ڪري سگهندين ٻلا هاڻي ته ڏٺئي...

اوڏيءَ مهل منهنجي اکين مان ڳوڙها ڳڙي پيا ۽ دل ئي دل ۾ پريشان ٿيندي چيم.

دودي سومري ۽ الله بخش سومري جا ڀائر عبدالرزاق شهيد !!

بيشڪ تون سنڌڙي جو سچو ۽ جان نثار فرزند آهين. بلاشڪ تو پاڻ ملهايو! منهنجو توجهڙن وطن دوست نوجوانن تي اهڙو ۽ ايڏو ئي فخر آهي جيڏو هوشو، هيمو، دودي ۽ دريا خان تي......

واقعي تون امر آهين.

**اي سنڌڙي جا شهيد! جيئي سنڌ.**

Soorih Mirani

# مذهب جي ٺيڪيدارن جا ڪرتوت



پاڻ کي مذهب جا ٺيڪدار، اسلام ۽ پاڪستان جا پاسبان سڏائيندڙ پناهگيرن لساني هنگامن ۾ حيدرآباد ۾ هڪ سنڌي جي پريس کي ساڙيندي قرآن پاڪ به اڙي ڇڏيو.

# سورن جي سٽ

اها شام ٧ آگسٽ ١٩٧٢ جي لڙانيل شام هئي آئون حيدرآباد جو اسٽيشن روڊ وٺيو پئي ويس. تازن ٻولي وارن فسادن ذهن کي جنجهوڙي رکيو هو. ڪئين واسما هئا جيڪي ذهن جي ٻني ۾ پچندا ٿي ويا. هن ڌرتيءَ جو آئيندو ڏانئن جيان ذهن ۾ رُهندا پائيندو ٿي ويو. رستن تي هلندڙ ماڻهن جي نظرن مان اجنبين واري وحشت هئي لڳي. ائين لڳو هو ڄڻ اڄ پنهنجي ڌرتيءَ تان پير کڄندا ٿي ويم. ائين ٿي لاوارث ڌرتي جي ڌڪائل نسل جو پاڇولو ٻنجي اکين ۾ رڙهي رهيو هوس. ٻويان ڪنهن ڪلهي تي هٿ اچي رکيو، مڙي نهاريم چانل سچائل مهاندو سامهون بيٺو هو. اکيون اکين مان مليون، ڄڻ اندر جا ٻند ڀڄڻ تي هئا. ٻڪندي چيائين ”اڄ عبدالرزاق سومري کي خون ڪيو ويو آهي.“ هانوَ کي سٽ آئي مون آسمان جي ٻجڙين ڏانهن نهاريو، جتي ڪنهبا رنگ نيسارا ڪري پالوجي پيا هئا. ائين لڳم ڄڻ دودي ۽ الهه بخش پنهنجي ساک ڏيڻ لاءِ اڄ وري سنڌڙي جي سپوت کي هن ڌرتيءَ جي مينڌ سنوارڻ لاءِ ڪو سنيهو موڪليو هوندو:

عالماڻي

Soorih Mirani

# اسانجا مطالبا

١- شهيد عبدالرزاق جي قاتلن کي ڦاسيءَ جي سزا ڏيو.
٢- انور ڪمال جي ضمانت رد ڪريو.
٣- شهيد عبدالرزاق جا نوڪريءَ ۾ جمع ٿيل پئسا سندس وارثن کي ڏياريو.
٤- ستين آگسٽ تي سنڌ ۾ عام موڪل ڪئي وڃي.
٥- موري ۾ عبدالرزاق سومري جي نالي سان هڪ مسافر خانو تعمير ڪرايو وڃي.
٦- شهيد جي والدين لاءِ ماهوار وظيفو مقرر ڪيو وڃي.
٧- اسان کي شڪ آهي شهيد کي قتل ڪرڻ ۾ ڪن تعصب پسند پناهگير استادن جو به هٿ آهي. لهاذا جاچ ڪرائي اهڙن استادن کي نه صرف معطل ڪيو وڃي پر جوڳيون سزائون ڏنيون وڃن.

پاران
جيئي اسٽوڊنٽس فيڊريشن
مورو

Soorih Mirani



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورھ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

<u>اڻ ڇپيل ڪتاب</u>

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس گجن (شاعري) 2021ع

برھ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

